# نوراني دربار



## تواريخ نجف اشرف



قيمت ۰-۵-۰

دفعو پهريون] [جلد ۲۰۰

المترجم
"سڄاد" ميرزا محمد اڪبر بيگ،
ٽنڊو ٺوڙهو حيدرآباد

علامه مفتي سيد طيب آغا صاحب قبله مجتهد
نجف اشرف

# نـــوراني دربار

## صاحب ذوالفقار جي مقدس آرام گاه

مترجم:- "سجاد" ميرزا محمد اڪبر بيگ،
ٽنڊو ٺوڙهو

عراق جو هڪ بهترين خطه آهي "نجف اشرف" جو ڪوفي جي پٺيان هڪ جبل جي چوٽي تي هزارون سال اڳ آباد ٿيندو آيو آهي- ۽ جنهن جي دامن ۾ دنيا کي زير زبر ڪرڻ واري ذات (علي ابن ابيطالب عليه السلام) آرام پزير آهن- نجف هاڻ کان اڳــ سر سبز ۽ شاداب مرغزارن، موتيءَ جهڙين ندين جـــي بدولت "خدالغدراء" جي دلاويز نالي سان سڏيو ويندو هو- ان جا گل ٻوٽا رنگارنگـــ، ٿڌيون ۽ شفاف هوائون، مناذره ساساني ۽ عباسي بادشاهن کي دعوت گلگشت ڏيندي- ۽ هو اتي اچي قيام ڪندا هئا- هي آهي نجف جو طبعي حالت جو سر سبز ۽ شاداب ماضي جو امام عليه السلام جي دفن کان سيڪڙو ورهه پوءِ تائين رهيو پر هاڻ نجف قدرت جي هڪ دلڪش نشاني آهي- مگر مصلحت وقت اهڙو ڦيرو کاڌو جو اهو نجف جو ڪڏهن هڪ بحر عظيم جي ڪناري پنهنجي دامن ۾ گلزارن ۽ وهندڙ

لڙن جو سر چشمه هو. هڪ ريگستان جي صورت ۾
بدلجي ويو ۽ انهي طرح دامن گلن کان ته ضرور خالي
ٿي ويو پرانهن جي بدلي درياءِ آبدار سان ڀرجي ويو.

## نجف کي نجف چو ٿا چون

نجف جي باري ۾ ڪئي سبب بيان ڪيا وڃن ٿا
شيخ صدوق عليه الرحمته دلل الشرائع ۾ حضرت امام
جعفر صادق عليه السلام کان روايت ڪري ٿو ته حضرت
فرمايو ته نجف هڪ عظيم الشان جبل هو- هي اهو جبل
هو جنهنکي ڏسي فرزند نوح چيو (سادي الي جبل اه)
جبل تي پناه وٺندس جو مون کي پاڻيءَ جي عذاب
کان بچائيندو. هي خطاب ٻڌي جبل ٽڪرا ٽڪرا ٿي
بلاد شام ۾ منتشر ٿي ويو ۽ انجي جاءِ عظيم الشان سمنڊ
موجون مارڻ لڳو جنهنجو نالو (ني) پئجي ويو. ٿوري
عرصي ۾ سمنڊ خشڪ ٿي ويو ته چوڻ لڳا "ني ڄف"
(يعني ني خشڪ ٿي ويو) ان کان پوءِ نيجف چوڻ
لڳا ۽ آخر ۾ سهوليت ڪري نجف پئجي ويو.

## نجف جي فضيلت ۽ اهميت

حضرت علي عليه السلام کان منقول آهي (بقعهء زمين
جنهن تي خدائي ڪريم جي سڀ کان پهرين عبادت
ڪئي وئي ظهر الکوفه (نجف) هو- جنهن وقت خداوند
عالم ملائڪن کي حڪم ڏنو ته آدم کي سجده ڪن
ته انهن کوفه جي پٿيان جا زمين آهي ان تي سجده

ڪيو - (٣) صادق عليه السلام کان مروي آهي ته طور سينا جو هڪ ٽڪرو آهي، هي اهو جبل آهي جنهن تي عيسيٰ خدا جي تقديس ڪئي انهي جڳهه تي ابراهيم درجه خلت تي فائز ٿيو ۽ محمد صلعم کي پنهن جو حبيب بڻايو ۽ انکي انبيائن جو مسڪن قرار ڏنو (٤) فرمايو ته عزي جنت عدن جو هڪ ٽڪرو آهي (٥) امام کان روايت آهي مغرب يا مشرق جو ڪو مومن مري ٿو ته انجي روح کي چيو وڃي ٿو ته وادي السلام ڏانهن هلو - امام کان دريافت ڪيو ويو ته وادي السلام ڪٿي آهي؟ فرمايو هو ڪوفه جي پشت کان واقع آهي - اڄ ڏسي رهيو آهيان ته هو گروه در گروه نور جي منبرن تي ويٺا پاڻ ۾ ڳالهيون ڪن (٦) امام رضا عليه السلام کان روايت آهي ته امير المومنين جي هڪ ڏينهن مجاوري ست سؤ سالن جي عبادت کان وڌيڪ آهي (٧) امام جعفر صادق عليه السلام کان مجاورت قبر امير المومنين و مجاورت قبر امام حسين جي متعلق دريافت ڪيو ويو ته امام فرمايو علي عليه السلام جي قبر مبارڪ جي هڪ رات جي مجاوري ستسؤ سال جي عبادت کان وڌيڪ آهي ۽ امام حسين جي مجاوري ستر سال جي عبادت کان بهتر آهي (٨) امام جعفر صادق عليه السلام کان قبر امير المومنين جي پرسان نماز جي متعلق پڇيو ويو ته امام فرمايو قبر امير المومنين جي پرسان هڪ نماز ٻه هزار

نمازن جي حڪم ۾ آهي (۹) امام ڪان منقول آهي نجف ۾ هڪ رات سمهڻ ست سو سال عبادت جي برابر آهي - انهن روايتن ڪان سواءِ ٻين روايتن ۾ هن سرزمين جي اهميت جو اهڃاڻ ٻه وڌيڪ اندازو لڳي سگهيتو جنھ۾ بيان ڪيو ويو آهي تو تہ نجف ۾ دفن ٿيڻ وارو سوال منڪر نڪير و فشار قبر ڪان محفوظ آهي ۽ منجهس ڪثير انبيا حضرت آدم، نوح، هود، صالح نبينا و عليهم السلام مدفون آهن. هي اوها زمين آهي جنهن کي ڀورين حضرت ابراهيم بعد ۾ حضرت علي عليہ السلام خريد فرمايو - سر زمين نجف اشرف جي فضيلت ۽ جلالت بيان ڪرڻ ڪان پوءِ پاڪ ظرف جي نوراني مظروف قبر اطهر جو مختصر لفظن ۾ بيان ڪجي ٿو - مرقد علوي - چشمهٔ آفتاب ڪان نگاهن ٽڪرائڻ وارو عظيم الشان سنهري قبو - مٿي ڪڪرن سان سرگوشون ڪرڻ وارا خالص سون جا مينار - اونداهي رات جي وقت ٻري ڪان چمڪندڙ ٻلرها روشني. هي مزار آهي غالب ڪل غالب ذات جي جنهنجو نالو شجاعان عالم جي فهرست ۾ سڀ ڪان اول ۽ مظلومن جي فهرست ۾ بہ سڀ ڪان ڀورين نظر اچي ٿو - حرم اقدس جي جهلملائيندڙ محرابن جي هيٺ ريشم ڪان نرم ۽ نازڪ بيش بها غاليچا هنجي مٿان گهڻن هلڻ وارن زائرن کي ان وقت جو ڪهڙو اندازو هو تہ هي ٻر

شوڪت بارگاه ھڪ پر حسرت قبر ھئي جا شب ديجور
جي پردہ ۾ دنيا جي آبادي کان ھٽائي دشمن جي
نگاھن کان پوشيده ٿي وئي جنھن کي سھائڻ وارا
صرف حسن حسين محمد حنفيہ، قيس بن سعد و حجر
بن عدي ۽ عمرو بن الحمق و ديگر چند اقربا و احباب
ھوا انھنکي تاڪيد ڪيل ھو تہ ھن راز کي سيني جو دفينو
ڪن ۽ ڪنھن وقت بہ ھن مقدس مزار کي ظاھر نہ ڪن.

## اخفاء قبر جو راز

حضرت علي ابن ابيطالب عليہ السلام جا دشمن لاتعداد
ھوا. بظاھر ٽن حصن ۾ ورھايل ھوا (١) ڪفار
عرب جو اولاد جنھجي اسلاف کي مولا علي نبي ڪريم
صلعم جي حمايت ۾ تہ تيغ ڪيو ھو. ھو وقت اچڻ
تي جنگ صفين ۽ جمل ۾ ھوءِ ميدان ڪربلا ۾
مقابلہ لاء آيا (٢) خوارج جنھجي شقاوت جو مظاھرو
٢١ رمضان محراب مسجد ڪوفہ ۾ ٿيو ( ) يزيد جي
وڏن جا زر خريد تابعين. انھن ٽن گروھن ۾ ھزارين
افراد ھئا. انھن مان ھر ھڪ کي گلدستہ ڪمالات ذات
باري تعالى سان ايترو وير ھو جو ان جي مزار کي بہ
ٿڌي دل سان ڏسي نٿي سگھيا شايد انھي لاء ئي
امام جي وصيت موجب اولاد ۽ اصحاب نہ علي
قبر ظاھر نہ ڪئي بلڪ جدا جدا جائتي ظاھر ڪيئون
تہ دشمن کان پوشيده ھجي. جڏھن او ھو دؤر گذري

ويو جنهنن علي عليه السلام تي سب و شتم ڪيو ويندو هو
تنهن کان پوءِ ته هنن کان زيارت لاءِ ڪا روڪ باقي
نه رهي ۽ يڪا يڪ قبر مطهر مان ڪئين نشانيون
۽ روشن معجزه ظاهر ٿيڻ لڳا. انهن لاتعداد معجزن
دشمنن کي يقين ڏياريو ته معجز نما اتي دفن آهي
ٻي طرف اهلبيت اطهار به مڪان قبر جو اعلان ڪرڻ
لڳا ۽ ماڻهن کي زيارت لاءِ دعوت ڏيڻ لڳا انهي
سلسلي ۾ ڪثرت سان صحيح روايتون آهن. ان خبر جي
ڦهلجندي ئي زائرين پروانن مثل هر طرف کان اچي پيا.
انهي طرح ڏسندي ڏسندي تاريڪي شب ۾ دفن
ٿيڻ واري "مظلوم امام" جي قبر زيارت گاه خاص-
وعام بڻجي وئي. ايتري قدر شاهد و بينات ۽ مورخين
جي اتفاق کانپوءِ شبهي جو تصور به نه ٿيڻ گهرجي. ڪنهنکي
ناقابل انڪار حقيقت کان انڪار هر ندو. پر هن عادت
ڏبريئه ۽ گمراهه ڪن ڪينه کي ڇا چئجي! جن مذهب
حق تي ضلالت ڪرڻ واري هر آفتاب تي خاڪ اڇلڻ
جي هميشه افسوس ناڪ ڪوشش ڪئي ۽ قبر مطهر
جي مالڪ جي خلافت برحق کان ئي انڪار ڪيئون
ته قبر اطهر کان ڪيئن انڪار نه ڪندا. خطيب بغدادي جو
هڪ شيعن جو دشمن مؤرخ آهي، تنهن هن مسلم بين الفريقين
حقيقت جو وڏي آسانيءَ سان انڪار ڪيو ۽ چيو ته حضرت علي
جي جنازي کي دفن ئي ڪونه ڪيو ويو بلڪ انکي

هڪ ناقه جي پشت تي پڙي بيابان ۾ ڇڏي ڏنو. الهي ڏينهن کان وٺي قيامت تائين هلندو رهندو (نه زمين ختم ٿيندي نه انجي عمر) ڏٺو انهنجي مضحڪه خيزي. هاڻ ان صاحب کان ڪير پڇي ته امام جي عمر تا قيامت تسليم ڪرڻ ۾ ڪو عذر ناهي البته امام آخرالزمان جي عمر بحڪم خداوندي ٻنهن هي حد کان متجاوز ڏٺي وڃي ته قابل قبول ناهي شايد هي حديث گهڙيندي وقت هن جو ڌيان انطرف ڪونه ڇڪيو. اهڙين من گهڙت ۽ بي بنياد روايتن کي رد ڪرڻ لاءِ اقوال ڏيڻ ڪافي آهن. خطيب بغدادي ۽ ان جي تابعين کي مزيد فرمائش لاءِ ابن بطوطه جي زباني سان معتبر حالات بيان ڪيا وڃن ته شايد بي محل نه ٿيندا. ابن بطوطه اهو بزرگ آهي جو خطيب بغدادي وانگر شيعن جي دشمني ۾ ٻه چار هٿ اڳي آهي. هن عجيب ۽ غريب طرز سان شيعن جي عقائد جو چرچو اڏايو آهي خصوصا جڏهن هو حله جي حالات تي اچي ٿو ته ان الهي دشمني ۾ ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي آهي ان کي ارباب نظر چڱي طرح ڄاڻن ٿا. بهر حال اهو ٻي بزرگ مڪه معظمه کان جنهن وقت نجف اشرف وارد ٿيو ته ان جو ڪجهه ڏٺو ان کي هنن الفاظن ۾ لکي ٿو ته هن شهر جا سڀ باشنده رافضي آهن هن روضه جي ڪرامات مان هڪ هي آهي ته شب

۲۷ رجب ڏهتان جا ماڻهو هن شب کي "ليلة الاحياء" ڪري سڏيندا آهن عراق خراسان بلاد فارس ۽ روم کان هر شل ۽ مفلوج هتي اچيندا آهن جن جو تعداد ۳۰ — ۴۰ نفر تائين پهچندو آهي بعد نماز عشا هنن مريضن کي ضريح مقدس وٽ آڻين ٿا ماڻهو صبح تائين هنن جي چڱڀلائيءَ جو انتظار ڪندا ۽ نماز ۽ تلاوت قرآن مجيد ۾ مصروف رهن ٿا بعضي روضي جي زيارت ڪندا آهن اتري تائين جو نصف شب يا ثلث شب گذري ويندي آهي ته هو زمين گير مريض جي حرڪت نه ڪري نه سگهندا هئا سي هڪ مرتبه صحيح ۽ تندرست ٿي اٿي کڙا ٿيندا آهن الغرض مرض جو ڪوبه نشان ڏسڻ ۾ نه ايندو آهي.

## قبر اطهر جو ڇهريون دفعه ظهور

مٿي لکيل آهي ته حضرت جي قبر شريف حڪم امام جي مطابق پردهء شب ۾ لڪائي لاهي وئي بلڪل اهڙي طرح جيئن حضرت امير المومنين حضرت سيده عالم فاطمه زهرا سلام الله عليها جي قبر رات جي تاريڪيءَ ۾ دشمنن جي نگاهن کان لڪائي لاهي هئي. نجف جي غير آباد حصي ۾ هڪ عرصي تائين قبر مبارڪ مخفي هئي. مزار جو راز لڪل هو تانجو سلطنت اموي جو دؤر ختم ٿي ويو ۽ سلطنت عباسيه جو دور ٿيو. اهوئي دور هو جو سربستو راز مدتن کان سينه

به سيف هلندا آيو ۽ آهسته آهسته ظاهر ٿيڻ لڳو. آل اطهار جا شيدائي ان خبر جي خوشبو پائيندي جوق در جوق زيارت لاءِ نجف اچڻ لڳا ته به اڃان تائين انهيءَ قبر جو ڪن اثبات ڪيو ٿي ته ڪن نٿي ڪيو. هڪ طرف امام جي بارگاه مان ظهور ٿيڻ جو اعلان ٻي طرف خود قبر مطهر مان معجزن جو اظهار ٿيڻ لڳو. هاڻ ماڻهن ۾ ڪوبه شڪ و شبه نه رهيو. انهيءَ طرح شب و روز ماڻهن جي زيارت گاهه تي وڃي هر وقت صاحبان حاجت ايندا هوا ۽ گوهر مراد سان دامن ڀري واپس ويندا هوا.

قبر مطهر ڪنهن به قسم جي تعمير کان اڃان خالي هئي داؤد بن علي عباس متوفي سنه ۱۳۲ ۾ صندوق ٺهرائي اهو واقع سيد ابن طاؤس عليه الرحمة "فرحة الغريٰ" ۾ هيئن تحرير ڪيو آهي. داؤد عباسي انهن ڏينهن ۾ ڪوفه جو حاڪم هو. ماڻهن جو هجوم قبر مطهر تي ڏسي ان پنهنجي اصحاب کي حڪم ڏنو ته مزور آڻيو، انهن مزورن کي پنهنجي هڪ حبشي غلام سان گڏي موڪليو جنهن جو نالو "جمل" هو هنکي حڪم ڏنو ته اُتي جيڪا قبر آهي ان کي کوٽي اندران جيڪو ميت هٿ اچي سو مون وٽ کڻي اچو ڇو ته ماڻهو غلط فهمي ۾ مبتلا آهن ته هي قبر علي ابن ابيطالب عليه السلام جي آهي. اسماعيل بن عيسيٰ عباس

چو ٻيان آهي ته آءٌ ٻه انهن ماڻهن سان همراه هوس ان
مقام تي پهتاسين مون ماڻهن کي چيو ته پنهنجو ڪم
شروع ڪيو، مزور ڪوٽائي ۾ مصروف ٿي ويا ٿوري
ڪوٽڻ کان پوءِ انهن چيو ته هاڻ اسين اهڙي پٿر تائين
پهتا آهيون جنهن جو ڪوٽڻ اسان جي وس کو ٻاهي-
ٻرءِ اهي تڏهن ۾ طاقتور حبشي کي لاٿو ويو ان ڪوڏر هٿ
۾ ڪلي اهڙي زور سان پٿر تي هنئي جو ان جو گوڙ
سڄي جهنگ ۾ ٿي ويو. ان ٻيو ڌڪ هنيو هاڻ
ٻهرين کان ٻه وڌيڪ آواز آيو، هن وري ٽيون ڌڪ
هنيو، هن دفعي وڏي شدت جو آواز نڪتو ۽ غلام
ٻه هڪ زوردار چيخ ڪئي، هي ٻئي ماڻهو اٿيا ۽ ڪڏ
۾ ڏسڻ لڳا، مون ان جي ساٿين کي چيو ته غلام کان
پڇو ته توتي ڇا گذريو، هن ٻڌڻ شروع ڪيو غلام
۾ جواب ڏيڻ جي طاقت ڪانه هئي هو برابر دانهون
فرياد ڪندو رهيو هي حالت ڏسي اسان ان کي خچر
تي وجهي ڪوه ڏانهن واپس هلياسين ته ايتري ۾
غلام جي پاسن جو گوشت ڦاٽي ڪرڻ لڳو ٿوري
دير ۾ سڄي جسم جو گوشت ڇڏي ڪري پيو، اسين
دائود وٽ پهتاسين هن پڇو ڇا ٿيو؟ اسان غلام
ڏانهن اشارو ڪري چيو ته پاڻ ڏسو پوءِ سڄي ڳالهه
ٻڌائي سين، دائود قبله جي طرف روئي خدا جي
بارگاه ۾ توبه ۽ استغفار ڪئي ۽ مذهب حق قبول

ڪيو. الهي ڪان پوءِ هڪ رات دائود علي بن مصعب
بن جابر وٽ ويو ان کي چيائين ته قبر مبارڪ تي هڪ
صندوق ٺاهي ڏي پر اصل ڳجهه هن کان مخفي رکيو.
قبر تي هن جي حسب حڪم صندوق ٺهرائي وئي ۽
غلام الهي وقت مري کپي ويو، عمارت ثاني، سنه ١٥٥ھ
مٿي بيان ڏنل آهي ته اولاد علي کي سلطنت بني
اميه جي زوال ۽ بني عباس جي تخت نشين ٿيڻ ۾
بنيادي دخل هو چو ته بني عباس تقريرن ۾ جناب
فاطمه و آل رسول جي فضائل ۽ بني اميه جا شديد
مظالم بيان ڪري ماڻهن کي مائل ڪيو ٿي جنهن ڪري
الهي حڪمت عملي جي ماتحت آل رسول جي ابتدا
۾ پاسداري به گهڻي ڪئي وئي ٿي، جنهن جنهن خلافت
جون پاڙون مضبوط ٿينديون ويون تنهن تنهن حڪومت
جون نظرون بني فاطمه جي طرف مخالف رنگ ۾
ڦرنديون ويون آخر اهو وقت آيو جنهن ۾ هنن تي
دنيا اميه حڪومت کان به زياده تنگ ٿي وئي. اوهي
اولاد رسول جن جي ڀائي سان خلافت جي پيڪ،
گهري وئي هئي پيٽين ۽ قصرن جي بنيادن ۾ زنده در
گور ڪري پڙهيون ناهيون ويون ٿي اهڙي صورت
حال هوندي خوف ۽ هراس وڃان حضرت علي عليه
سلام جي ضريح اقدس تي زائرن جي آمد رفت بند
ٿي وئي ۽ جيڪو سلسله سفاح جي دور ۾ جاري هو

سو نه رهيو جنهن کي مزار اقدس تي دوباره حسرت وسڻ لڳي، آهسته آهسته اوها صندوق دشمن ڪربلا جي لٽ وانگر ڪيئي ويا جا دائون ٺهرائي هئي تانجو هڪ زمانو اهڙو آيو جو حضرت علي عليه السلام جي قبر مبارڪ ٻهرئين وانگر خاڪ جي اندر پوشيده ٿي وئي، ان کي اهڙو عرصو گذري ويو جو هارون رشيد تخت خلافت تي ويٺو، هڪ واقعه ٿي آهت ان کي قبر جو حال معلوم ٿيو پوءِ الهي روضو ٺهرايو. انهي واقعه کي عمدة الطالب و ديگر ڪتب هن طرح تحرير ڪيو آهي، هارون رشيد هڪ ڏينهن شڪار لاءِ نڪتو ان کي ڪجهه ڇڙو هرڻ نظر آيا. هارون پنهنجا شڪاري ڪتا ڊوڙايا ۽ باز به پٺيان هلڻ شروع ڪيو، هو ڊوڙندا ڊوڙندا هڪ هنڌ اچي بيهي رهيا، هارون ڪتن کي گهڻو ڀڙڪايو پر ڪتن انهي جاءِ ڏانهن قدم نه وڌايو. هارون خيال ڪيو ته شايد ڪا شي آهي جنهن کي ڏسي ڪتا بيهي رهيا آهن، جڏهن ڪتا ان جاءِ کان هٽائي ڇڏيا ته هرڻ ٻاهر نڪتا ڪتا وري ڊوڙيا ۽ هرڻ وري ساڳئي هنڌ تي پناه ورتي. ڪتا وري به نه ويا هارون کي هي ڏسي تعجب لڳو، انهيءَ آڌان جي پير مردن کي سڏي هي قصو ٻڌايو ۽ سبب پڇيو انهن مان هڪ پير سن چيو جان جي امان هجي ته عرض ڪريان، هارون چيو تو کي امان ڏنم بيان ڪر.

هن چيو هن جاءِ تي توهان جو ابن عم حضرت علي مرتضيٰ سلام الله عليه جي قبر مبارڪ آهي جنهن جي زيارت ڪان سڀ انبياء اولياء مشرف ٿين ٿا هارون رشيد ڪي ان ڳالهه جو يقين آيو ۽ انهيءَ پيرمرد کي انعام اڪرام ڏئي رخصت ڪيو. هارون قبر مبارڪ تي روضو تعمير ڪرايو. ڳاڙهي رنگ جو قبو ٺهرايو ان ۾ سائي رنگ جو خوبصورت جڙت آويزان ڪيو.

قبي جا چار دروازا چئني ئي ٺهرايا. هڪ مدت ڪانپوءِ جڏهن ٻي تعمير شروع ڪئي وئي ته هي جڙت حضرت جي خزاني ۾ رکائي وئي. قبي جي علاوه هارون رشيد اڇي پٿر جي ضريح قبر منوره تي تعمير ڪرائي ۽ هڪ خوشنما تصوير ٺهرائي جنهن ۾ هارون رشيد جي شڪار جو منظر ڏيکاريو ويو آهي. هي تصوير فن مصوري جو اعليٰ نمونو آهي. موجوده شاهه ايران (محمد رضا شاه جي ٺهرايل آئينه ڪاري جي موقعه تي حضرت جي بالائي سر آئينن سان ملائي لڳائي وئي آهي. ٽين عمارت ٢٧٩ھ روضه اقدس تي محمد بن زيد الداعي ٺهرائي. چوٿين تعمير ٣٦٠ھ روضه اقدس تي عضد الدوله ڪئي. تاريخن مان پتو پوي ٿو ته هي عمارت پنهنجي وقت جي بهترين عمارتن مان هئي. هن عهد ۾ انساني قدرت جي جيتري دسترس هئي سا اٿتي ڪئي وئي. هن عمارت جو مشهور سياح

اسلام ابن بطوطه ڪيفيات حرم اقدس بيان ڪندي
لکي ٿو قبه جي اندر انواع اقسام جا ريشمي فرش وڇايل
آهن طرح طرح سوني چاندي جا قنديل آويزان آهن
قبه جي وچ ۾ ايوان آهي، هي ڪاٺيءَ جو آهي پر اُن
جي مٿان سون جا پتر چانديءَ جي ڪلين سان اهڙي
طرح ٺهيل آهن جو ڪاٺي لڪي نٿي ڏسجي. هن جي بلندي
قد آدم آهي مٿان ٽي قبرون آهن جنهن لاءِ چيو وڃي
ٿو ته حضرت آدم ۽ نوح ۽ حضرت علي رضي الله
عنه جون قبرون آهن. انهن قبرن جي وچ ۾ سوني
چاندي جا طشت رکيل آهن جن ۾ گلاب مشڪ ۽ ٻيا
ديگر عطريات پيا آهن زائر انهن مان ٿورو ڪٽي تبرڪ طور
منهن تي مليندا آهن. قبه جي مٿيان هڪ عقبي دروازو
چاندي جو آهي جنهن تي رنگين ريشمي پردا لڳل آهن
اهو دروازو هڪ مسجد ۾ کلي ٿو جنهن ۾ حرم جي
طرح ريشمي فرش وڇايل آهن انجون ٿنڀا، ۽ ڇتيون
بهترين خوبصورت پردن سان روپوش آهن. مسجد کي
چار دروازا آهن. جنجون چائٺيون چاندي جون آهن.
۽ ريشمي پردا لڳل آهن الخ. (رحلته ج ١ ص ١٠٩)
امراءِ وسلاطين شيعه ۽ غير شيعه مثل ناصر خليفه عباس
۽ خدا بنده، چنگيز خان، ابن مهدي وزير وغيره هن
روضي جي تعمير ۾ برابر حصو وٺندا رهيا ۽ سون چاندي
چاڙهيندا رهيا. آخر ڪنهن دشمن جي هٿان باه ڏياري

وڏي مير ضريح اقدس تي اثر نہ ٿيو فقط عمارت ۽ اسباب خاڪ ٿي ويو. هي باهہ ٧٥٥ هہ ۾ لڳي جنهن حرم اقدس جي سڄي زينت برباد ڪري ڇڏي. هن ڪانپوءِ اويس بن حسن جلدي تعمير جو ارادو ڪيو. ٿورن ڏينهن ۾ روضہ پهرئين والگر شاندار ٿيرائو ۽ پٿن تي رخام (قيمتي پٿر) هڻايو ويو ۽ بهترين نقش و نگار ڪيو ويو- ٽيهين تعمير ٩١٤ هہ ۾ شاهہ اسمائيل ڪرائي. ضريح فولاد جي ٺهرائي ۽ حضرت آدمؑ نوح و حضرت امير عليہ السلامؑ جي الڳ الڳ، صندوق ٺهرائي. روضي کي رنگ برنگ قند يلن سان آراستہ ڪيو. سٺين عمارت ١٠٤٧ هہ ۾ شاهہ صفي صفوي شاهہ عباس جي پوٽي ٺهرائي. قبر اطهر کي رخام پٿر سان ٺهرايو قبہ کي ٻن منارن جي وچ ٺهرايو، صحن ۾ هيٺ مٿي ڪوٺيون ٺهرايون قبہ کي ڪاشاني رنگ سان زينت بخشي- ڏاڍين تعمير ١٢٥٥ هہ هن سال نادر شاهہ قبہ تي سون چاڙهيو انجي داخلي حصہ کي ڪاشي سان آراستہ ڪيو صندوق ضريح جي مرمت ڪئي، ان جي اڳيان پنهنجو تاج رکيو- ٿوري عرصي کان پوءِ ضريح کنهن مخير صاحب جي طرف کان چاندي جي ٺهرائي وئي- انهيءَ ماڻهوءَ صدر دروازي تي ڏاور بہ رکايو - موجوده روضو شاہ صفي صفوي جو ٺهرايل آهي- فن تعمير جو نهايت تعجب خيز آهي روضہ اقدس

۾ هوندو ته هميشه ٿيون ٿيون اصلاحون ٿينديون رهن
ٿيون سال ۾ هزارين مرمت لاءِ صرف ٿين ٿا. ماضي
قريب ۾ جو خاص اصلاحون ٿيون آهن انهن ۾ امير المؤمنين
ملا طاهر سيف الدين جي پيش ڪرده ضريح ڪي وڏو
دخل آهي. هي ضريح عظمت، نزاڪت ۽ صنعت ۾
خصوصيات جي حامل آهي. حرم جي پٿرن ۽ فرش ۾
هڪ خاص قسم جو پٿر هڻايو آهي جو آئيني جي طرح
ايترو مصقل آهي جو صورت ڏيکاري ڏئي ٿي. حرم
اقدس جي آئينه ڪاري ۾ ضروري مرمت موجوده
شاهه ايران محمد رضا شاهه جو ڪه متوفي شاهه جو فرزند
آهي هڪ حد تائين ڪرائي آهي. شاهه انهي سلسلي ۾
گهڻا عمل خير ڪيا آهن. آئينه ڪاري ۽ بجلي جي
ڦٽنگ قابل ديد آهي جنهنجو اندازو ڏسڻ وارا لڳائي
ٿي سگهندو. ڪنهن ۾ همت آهي جو اڄ ڪلهه ايڏو
عظيم الشان روضو نئين سر تعمير ڪرائي يا انجي گنبذ
جو سون بدلائي سگهي انڪري موجوده زماني ۾
ڪنهن جي تصور ۾ نٿي آيو ته حضرت جي ايوان جو
دروازو سون جو به ٺهي. هڪدم هي خبر هندن ۾ آئي
ته ڪو بادشاه نه بلڪ هڪ غير معروف ايراني تاجر
ڏهه لک تومان (تقريبا ساڍا ٦ لک روپيه) خرچ
ڪري هڪ باب الذهب ٺهرائي رهيو آهي
هاڻ ٿورا ڏينهن گذريا ته هي خبر، خبر جي حدود کان

نڪري عالم فعليت ۾ اچي وڃي جـڏهن هڪ شاندار
خالص سون جو دروازو جو جنهن جي طول و عرض ۾
پهرين چانديءَ جي دروازي کان تقريبا ٻه حصه وڌو آهي
هن ڏاڍي ٺرڪ واحتشام سان کڻائي اچي نصب ڪيو
الهي موقعه تي اهل نجف وڏي مسرت جو اظهار ڪيو
اطراف جا عرب هن سون جي چمڪندڙ ۽ شيشه جي
طرح شفاف ٿانئن جي چادرن سان ڍڪيل، خوشنما
در کي وڏي حيرت سان ڏٺون ۽ مختلف طريقن سان
پنهنجي خوشيءَ جـو اظهار ڪيائون. هن بيش قيمت
دروازي حرم جي شان کي دوبالا ڪري ڇڏيو آهي.
سون جو ڦاٽڪ، سون جون ديوارون، سون جا ٻلغار
۽ الهندي وچ ۾ سون جو عظيم هيڪل قبه ڏسڻ سان پورو
روضه سون جو هڪ قلعه معلوم ٿئي ٿو. پر هن طلاڪاري
جي دين و دنيا جي بادشاه جـي اڳيان ڇا حقيقت...
جنهنجي هڪ ٺوڪر سان سون جا درياه نڪري پوندا
هئا تنهنکي خاڪ تي وٺي جون جي سڪل مانـيءَ
۾ ڳـي مـزو ملندو هـو. البته انهن شين سـان
عقيدتمندن کي امام جي بارگاه ۾ پنهنجي صحبت جي
مظاهري جو موقعه ملي وٺو. هن طلاڪاري سان حضرت
جي هڪ ارشاد جي تصديق ٿي وڃي جنهن ۾ بابت دنيا
جي ڪجه رفتاري کي بيان ڪندي "من ساعها فاتته و
من قعد عنها آتته" (نهج البلاغه) هي دنيا جي دولت

دنيا جي پٺيان ڀڄندڙ جي هٿ نٿي اچي ۽ انکان روگرداني ڪري جيڪو ويهي ٿو اُلٽ اچي موجود ٿئي ٿي۔ حضرت علي عليه السلام جنهن دنيا کي ٽي طلاقون ڏئي ڇڏيون هيون۔ سا اڄ به سندن روضه مقدس ۾ لتين هڻي لتاڙجي.

"سواد" محمد اڪبر بيگ ميرزا






هي ڪتاب سيد قربانعلي شاه ولد مرحوم سيد شاه محمد
شاه موسوي پنجتني اماميه پرنٽنگ پريس، اسٽيشن
روڊ حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو

۽

محمد هاشم عرف ميوه خان جائنٽ سيڪريٽري
انجمن اماميه حيدرآباد سنڌ مان پنهنجي
خرچ سان ڇپرائي پڌرو ڪيو
۲۷ مئي ۱۹۵۵ع


